# تاثر

# راولپنڊي جي هڪ روح پرور رات

از


## محمد امين کوسو





عزيزآباد

انڙواه ، تعلقہ ٺل

ضلع جيڪب آباد۔ سنڌ

محمد امين کوسو

# راولپنڊيءَ جي هڪ روح پرور رات

مان پاڪستان جي مختلف شهرن ۾ ويجهي عرصي ۾ جدا جدا هوٽلن ۾ رهندو آيو آهيان. هرهنڌ سنڌ سان منهنجي دل جي تارگهڻيل رهندي آهي. جا تي به هُجان اتي دل جو طنبو کوڙيندو آهيان. ان ۾ حضرت شيخ المشائخ پير عبدالرحمان رحمت الله عليه ڀرچونڊي شريف ۽ ٻيڊ ڙي محبوب حضرت مولانا عبيدالله سنڌي جي ياد کي وها ريندو آهيان ۽ ان طرح ٻين اهڙن پيارن جي يادگيرن جي محفل خود پاڻ ۾ ئي سجائي وهندو آهيان. ٻاهريان طوفان ۽ تاريڪيون منهنجي هنن محفل اندوزين ۾ پوءِ مخُل چوءِ ڪيئن ٿين.

سنڌ سڀ کان مٿاهين سنڌ سڀ کان اعليٰ ، اهو رنگ دل ۾ رچائيندو آهيان ڪو اکين وارو ۽ عقلِ سليم وارو سنڌي ملي وڃي ته ان کي به وقتي طرح مخمور بنائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو آهيان. هڪ صاحبِ نظر سنڌي چيو " تون سراپا سنڌ آهين " سندس شڪريه.

سنڌ جو با عزت ، با شوڪت عُبيدالهي عَلَم و امروٽي جهنڊو ان فضا ۾ ڦڙڪندو نظر ايندو ان سنڌي کي جنهن کي چشمِ بينا ۽ دلِ دردمند سان الله نوازيو هجي ، جا تي به مان عاجز هيڻو نڪارو موجود هجان.

سيداعظم جي ايمِ سيد جي خيالات جي تهه تائين ته شايد پاڻ به نه پهچي،مان

ڪي ساڻس بي پايان محبت آهي ۽ ساڻس لازوال تعلق اٿم.سندس يادگيري منهنجي وجود جو هڪ حصو آهي. پاڻ خيرن سان نظربند هوندا آهن ته منهنجي دل ۾ طوفان برپا هوندا آهن جن کي برداشت ڪرڻ به شايد منهنجو ئي ڪم آهي.جي نظربندي کان ڪڏهن ڪڏهن ٻاهر هوندو آهي ته منهنجي اندر ۾ هڪ قسم جو سڪون اچي ويندو آهي ته ٻاهر موجود آهي. جيڪي وٽندس ڪندو، آهي ته آزاد.

راولپنڊي ۾ ان پيري جڏهين هوس.سيداعظم نظربندين کان ٻاهرهو. مان قدري مطمئن و با سڪون هوس. صبح جو وقت هو ته اولڊ ڪامران هوٽل جي بيري اچي ٻڌايو : ” فون تي راشدي صاحب سڏي ٿو. “

منهنجا تعلقات ٻنهي راشدي ڀائرن سان ايترا ته قريب جا آهن جو هي ٻئي مان سان گڏ اها ٿي مورتي ٻڻدا آهن جنهن ۾ چوٿون ڪو ڪونه آهي. هي به پائر، ٿيون مان ته چوٿون چا ڪندو. اهڙي طرح مان ، مولانا محمدصادق ، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ته چوٿون ناپيد. مان ، شيخ عبدالمجيدسنڌي ، سيداعظم جي ايم سيد ته چوٿين جي جاءِ ڪانه. خانبهادرالله بخش شهيد ،پيرزادوعبدالستار ته چوٿون گوا ماري. جيڪب آباد ۾ مان، حڪيم قائم الدين مرحوم ، مولوي محمد حسين کهاوڙ مرحوم ته ٻي جي جاءِ ڪانه.

راشدي ڀائرن سان لاڳاپي جو جيڪو منهنجو قسم آهي سو ڪنهن ٻي جي حصه ۾ اچي ته چو اچي. جهيڙا جهٽا به زورن تي ههڙا نظارا به موجود.

باکفے جام شریعت باکفے سندان عشق،

ہر ہوسناکے نداند جام وسندان باختن۔

مولانا دين محمد وفائي ۽ حضرت مولانا سنڌي جي آمدڪان پوءِ مان سان جيڪو رشتو ڳنڍيو، ان بابت افسوس اجان تائين ڪنهن گهڻو لکيو ڪونہ آهي. ان محبت ۽ دوستي بابت ڪڏهين لکبو، جي موقع ميسر ٿيو. مولانا وفائي جون حضرت مولانا سنڌي جي حياتي ۾ئي حضرت مولانا بابت تمام وڏيون ۽ ڏکيون ملاقاتون منهنجي ئي هوٽل ۾ پيرحسام الدين شاه جون ٿينديون رهيون. حسام الدين شاه سان گڏ ان وقت جي ڪراچي جي هر هوٽل ۾ چاءِ پيئڻ يا ماني کائڻ. ملاقات جو عرصو بعض دفعہ نائين بجہ صبوح هوٽل ۾ گهرياسين تہ شام جو ڇئين بجہ نڪتاسين. مان ڇئي سگهندو آهيان تہ مان تہ هن ۾ محو هوس. هو ڇا ۾ محو هوندو هو، سو ڪيئن چوان. پر ايترو عرصہ هوندا هئاسين. اهو هڪ بہ دفعہ نہ سوين هزارين دفعہ ٿيو.

چناچہ صبوح جو پندي ۾ راشدي صاحب جي فون جو ٻڌي واچون ٽڙي ويون عجيب جذبات سان سرشار ٿي فون ڪن تي رکيم تہ آواز دلنواز ڪنن جي ذريعہ دل تائين پهتو: ”آءُ ـ جلدي آءُ ـ هاڻي آءُ.......“ عشق و محبت جي جذبات کان عاري آدمين ڪهڙو اثر پوندو جي مان چوان تہ راشدي جي هن سڏ مان تي ڇا اثر ڪيو ـ رڊن جي اڳيان رباب جي معنيٰ ڇا ؟ . مان هيڪندي پڇا ڪئي تہ ” داناءِ راز ۽ يعنيٰ سيدحسام الدين شاه ڪاٿي آهي ؟“. داناءِ راز معنيٰ سياست ۾ سنڌ اندر منهنجي انداز و فڪر جو ڄاڻو آهي ۽ الفاظ ڪهڙا چونہ استعمال

ڪريان ، جواب مليو ته " هت موجود آهي." پاڻ انٽرڪانٽينينٽل هوٽل ۾ موجود هو. سندس مشغلہ چا آهي چا نه ، ان سان منهنجو ڪهڙو تعلق. مان سوار ٿي انٽرڪانٽينينٽل هوٽل پهتس ته عاشق حسين جتوئي کي حڪم ٿيو ته چاءِ ميوو وغيره پيش ڪرينس. دل ۾ چيم ته ياالله خير الاءِ ڪهڙ ي چوڏيل تي چا ڙهيندو جو اها تواصع ايندئي شروع ڪيائين پر خير ٿيو . گفتگو فقر درويشي فقيري طرف روانه ٿي ، ڪن پنڊي جي پرسان رهند ڙ بزرگن جو ذڪر ٿيو. مان پنهنجي ئي پيرن وارو پين هنڌن تي ادب و نوڙت سان ويندو آهيان پر ضرورت ڪانه رهندي آهي. منهنجي دل جو سجده گاه سنڌ ۾ پنهنجو ئي پير آهي.

من قبلہ راست ڪردم بر سمت ڪج ڪلاهي..

خصوصاً جڏهين ڪنهن ٻي جو ذڪر ايندو آهي ته منهنجي غلامي جي جذبات ۾ شدت پيدا ٿي ويندي آهي.

چو غلام آفتابم هم ز آفتاب گويم.

شيخ المشائخ پير عبدالرحمان جو چهرو مقدس ۽ سندس ياد سامهون ايندي آهي پوءِ ٻي طرف ڌيان ڪرڻ بہ ڪمال بي ادبي و گستاخي ڄاڻيندو آهيان. راشدين جا ان طرح اسان مريد آهيون ۽ راشدي سلسلہ جي هن اولوالعزم ، فقير درويش سلطان ڪان منهن موڙي ٻيو ڪاڏي وڃان . مان چيو راشدي کي ته " مان کي ڪنهن ٻي پير ڏي وڃڻ جي ضرورت ڪانه آهي ، تون موجود آهين - تو سان چو نه محفلون ڪريان؟". اتي وري سڌ نه ، رڙ ڪري چيائين ته :" عاشق هاڻي مستي ۾ آهي

چئو چاڻو چوينس ، چاڻو گهرينس ؟“. راشدي پائرن اڳ به هڪ دفعه منهنجي مدد ڪري مان کي ڪانگريس جي ٽڪيٽ تي اسيمبلي جو ميمبر بڻائڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو هو. مان چيو ته : ” هي چا چوندو چوان مان ٿو ته وري منهنجو ساٿ ڏي ته معاملو وري ٺاهيون.“

هوتا هي جاده پيما پير ڪاروان همارا .

ايتري ۾ سيد حسام الدين شاه به آيو ، ايندي ئي چوڻ لڳو ته : ” تون ٽڪي جي آدمين کي دعوتون ڪرين باقي اسان کي ماني به نه کارائين.“ اهو جارحانه انداز اختيار ئي ان ڪري ڪيائين جيئن علي محمد شاه دام ۾ ڦاسي. علي محمد شاه چيو ته : ” اها ڳالهه ته مان چوانس ٿو. نه نذر، نه نياز نه وري دعوت.“ حسام الدين ڪاميابي کي ايترو قريب ڏسندي چئي ڏنو ته . ”اڄ نه ڇڏبس دعوت ضرور هن جي کائبي“. آخر فيصلو ٿيو ته سلورگرل هوٽل ۾ ماني کائيندا سا به منهنجي دعوت تي مان دل ۾ سپ پير فقير گڏ ڪيا ته متان عين موقعي تي علي محمد شاه ڪو بيماري جو بهانو نه ڪري وجهي ، نيٺ ٽي چار دوست بيا ، عاشق جتوئي ، به راشدي پائر ۽ مان خادم جو قافلو سلورگرل هوٽل طرف روانه ٿيو. اتي پهتاسين. ماني جو آرڊر سيد حسام الدين شاه ڏنو پر مان خوف ۾ هجان ته متان وري اتان جا آدمي ترميم نه ڪن ته دعوت اسان جي آهي. نيٺ بِل ، مان ادا ڪيو ۽ هفت اقليم جي بادشاهي جي گويا سند حاصل ڪيم. الائي ڪهڙي قسم جون دعائون داناءِ راز سيد حسام الدين شاه کي ڏنم. هو به آخر سمجهي ويو ته اڄ

مڙس مزن ۾ آهي، چوڻ لڳو ته:” اجان مجيندو نه آهين، زوري توکان دعوت وٺي توکي خوش ڪيم.“ مان چيو: ” داناءِ راز جو خطاب مفت ۾ ته ڪونه ڏنو اٿم“.

ٻي ڏينهن شام جو سندن ڪراچي جي روانگي جو پروگرام هو. مان ٻه چار ڪلاڪ اڳ ۾ اچي موجود ٿيس. منسٽري آف انفرميشن جو، يوپي جو هڪ عملدار به ساڻس هو، حسام الدين شاه جي انتظام ۾ حڪم سان ئي مان ۽ علي محمد شاه هڪ ئي موٽر ۾ سوار ٿياسين .

هوائي اڏي تي پاڪر پائي موڪلايوسين ، حسام الدين شاه چيو ته: ” دعا گهر ته خير سان پهچون.“ هي اندر ويا ۽ مان ان آفيسر کي چيو ته: ”ٻي پاسي هلي بيهون جيستائين جهاز نه هلي اتي بيٺا رهون“. اها خبر پير علي محمد شاه ،حسام الدين شاه ۽ عاشق حسين کي ڪانه ڏني سين ته ڪو اسان انتظار به ڪنداسين. آخر جاتي بيٺا سين اتي قدري اونده هئي ٿوري دير کان بعد جهاز وارا جهاز طرف روانه ٿيڻ لڳا ، اهو آفيسر آ ڱر جي اشاري سان مان کي ڏيکاريندو رهيو ته هي علي محمد شاه آهي هو حسام الدين آهي هو عاشق حسين .

هي قافلو سنڌ طرف اڏامي رهيو هو. مان پنڊي ۾ بيٺو هوس. دفعتاً دريا ۾ اڇل آئي دل پرجي آئي ڳوڙهن ٽمڻ شروع ڪيو ، وڏ ڦڙو مينهن شروع ٿي ويو . سنڌ منهنجي جسم و روح طرف هي قافلو اڏامي رهيو هو ۽ منهنجو اضطراب حد کي پهچي چڪو هو ، مان آهستگي سان چيو ته مان ٿڪي پيو آهيان پرسان بينچ تي ويهي رهيس ۽ زار و قطار سڏڪا روڪيندي گريه ڪندو رهيس.

علي محمد شاه بظاهر ته عقل فروشي جو ماهر آهي پر سندس دل ايماني جذبات سان لبريز ۽ موم مثل آهي جي هو ان وقت منهنجي هي ڪيفيت ڏسي ها يا محسوس ڪري ها ته رڙ ڪري چوي ها ته:” عاشق، اڃ نه هلنداسين. هن ڪي يعنيٰ مان ڪي هن طرح تڙپندو ڏسي مان هلي نه سگهندس“. ڪهڙي خبر ته اسان ٽئي گڏجي سنڌ جي عظمت جي ياد ۾ ڳوڙهن جو سيلاب وهايون ها.

آخر جهاز روانو ٿيو، مان نيم جان پنڊ رهن ويهه منٽ اتي ويٺو رهيس، ان آفيسر جي سڏ تي اٿيس ۽ پنڊي طرف روانه ٿياسين. رستي ۾ اهو آفيسر چوڻ لڳو ته ” هن کان وڏيڪ اعزاز ٻيو ڪهڙو جو مان پير علي محمد شاه کي الوداع ڪريان. ڊپٽي ڪمشنر يا ڪمشنر هجان ها ته ههڙو موقعو ڪيئن نصيب ٿي ها.“

خبر نه ته هن منهنجي بي تابي محسوس ڪئي يا خود منهنجي اضطراب کي ڏسي ورتو.

هوٽل ۾ پهتس ته دل چيو ته سنڌ ۾ عشق و محبت جو جيڪو بي ڪنار سمنڊ موجزن آهي، ان جي هڪ لهر هي به هئي.